## سنڌي

سوال 1: الله تعاليٰ ڪهڙيون شيون پيدا ڪيون آهن؟
جواب : الله تعاليٰ هي سارو جهان زَمِين آسمان پَکِي، جِيت، ماڻهو، مِرون سِج چنڊ ۽ تارا پيدا ڪيا آهن.
سوال 2: اسان کي سدائين ڪنهن جي ساراه ڪرڻ گهرجي؟
جواب : اسان کي سدائين الله سائين جي ساراه ڪرڻ گهرجي.
سوال 3 : اسان لاءِ ڪهڙيون شيون ضروري آهن ؟
جواب : هوا، ٻاه پاڻي ۽ کاڌو ضروري آهي.
سوال 4 : اسان سڀني کي ڪنهن پيدا ڪيو آهي ؟
جواب : اسان سڀني کي الله سائين پيدا ڪيو آهي.
سوال 5 : اسان جي پياري نبيءَ جو نالو ڇا آهي ؟
جواب: حضرت محمد صلي الله عليه وآله وسلم.
سوال 6 : حضرت محمد صلي الله عليه وآله وسلم ڪهڙي قبيلي ۾ ڄاوا ؟
جواب : قريش قبيلي ۾ ڄاوا.
سوال 7: پاڻ سڳورن ﷺ جي والد جو نالو ڇا آهي ؟
جواب : حضرت عبدالله.
سوال 8 : پاڻ سڳورن ﷺ جي والده جو نالو ڇا آهي ؟
جواب : حضرت بِيبِي آمِنه رضه.
سوال 9 : پاڻ سڳورن ﷺ جي ڏاڏي جو نالو ڇا آهي ؟
جواب : حضرت عبدالمطلب.
سوال 10: پاڻ سڳورن ﷺ کي ٿڃ پيارڻ جي لاءِ ڪنهن جي حوالي ڪيو ويو ؟
جواب : دائِي بِيبِي حليمه رضه جي حوالي ڪيو ويو.
سوال 11 : پاڻ سڳورن ﷺ ڇا ٻڌايو آهي ؟
جواب : پاڻ سڳورن ﷺ ٻڌايو آهي ته الله هڪ آهي ۽ ان جي ئي عبادت ڪرڻ گهرجي.
سوال 12 : نماز دين اسلام جو ڪهڙو رُڪُن آهي ؟
جواب : نماز دين اسلام جو ٻيو رُڪُن آهي.
سوال 13 : روزانو ڪيترا ڀيرا نماز پڙهي ويندي آهي ۽ ڪهڙا وقت ؟
جواب : نماز روزانو پنج ڀيرا پڙهي ويندي آهي.
1. فجر 2. ظهر 3. عصر 4. مغرب 5. عشاء
سوال 14 : نماز پڙهڻ کان اڳ اسين ڇا ڪندا آهيون ؟
جواب : وضُو ڪندا آهيون.
سوال 15 : نماز پڙهائڻ واري کي ڇا چئبو آهي ؟
جواب : پيش امام.
سوال 16: واحد ڇا کي سڏبو آهي ؟
جواب :هڪ شيءَ کي واحد سڏبو آهي.
سوال 17 : جمع ڇا کي سڏبو آهي ؟
جواب : ٻن يا ٻن کان وڌيڪ شين کي جمع سڏبو آهي.
سوال 18 : حمد ڪنهن جي ساراه ۾ چيو ويندو آهي ؟
جواب : الله پاڪ جي ساراه ۾چيو ويندو آهي.
سوال 19: نعت ڪنهن جي ساراه ۾ چئي ويندي آهي ؟
جواب : حضرت محمد صلي الله عليه وآله وسلم جي ساراه ۾ چيو ويندو آهي.
سوال 20 : سج ڪهڙي طرف کان اڀرندو آهي ؟
جواب : سج اوڀر طرف کان اڀرندو آهي.
سوال 21 : سج ڪهڙي طرف لهندو آهي ؟
جواب : سج اولهه طرف لهندو آهي.
سوال 22 : سج اڀرڻ سان ڇا ٿيندو آهي ؟
جواب : سج اڀرڻ سان هر طرف سوجهرو ٿيندو آهي.
سوال 23 : سج لهڻ سان ڇا ٿيندو آهي ؟
جواب : سج لهڻ سان هر طرف اونده ٿي ويندي آهي.
سوال 24 : سج جي روشني کي ڇا چئبو آهي ؟
جواب : سج جي روشني کي اُس چئبو آهي.
سوال 25 : اسان کي قدرتي روشني ۽ گرمي ڇا مان ملي ٿي ؟

جواب : اسان کي قدرتي روشني ۽ گرمي سج مان ملي ٿي.
سوال 26 : روشني ۽ گرمي جا ڪهڙا فائدا آهن ؟
جواب : روشني ۽ گرمي جي ڪري ٻوٽا ۽ فصل ٿين ٿا، موسمون بدلجن ٿيون ۽ مينهن وسن ٿا.
سوال 27 : گرمين جي موڪلن ۾ اڪبر ڪٿي گهمڻ ويو ؟
جواب : گرمين جي موڪلن ۾ اڪبر پنهنجي دوست مهراڻ جي ڳوٺ گهمڻ ويو.
سوال 29 : هاري ڇا ڪندو آهي ؟
جواب : هاري هر ڪاهي پوک ڪندو آهي.
سوال 30 : ڇُوِڻي ڪير ٺاهيندو آهي ؟
جواب : ڇُوِڻي لوهار ٺاهيندو آهي.
سوال 31 : مَٽ ڪير ٺاهيندو آهي ؟
جواب : مَٽ ۽ ٻيا ٺڪر جا ٿانو ڪنڀر مٽيءَ مان ٺاهيندي آهي.
سوال 32 : مهراڻ جي ڳوٺ ۾ ڪهڙا ڪهڙا هُنرمَند رهن ٿا ؟
جواب : مهراڻ جي ڳوٺ ۾ هاري، واڍا، ڪنڀر، لوهار، رازا، درزي، موچي ۽ حجام رهن ٿا.
سوال 33 : ڳوٺ جون عورتون ڪهڙا هٿ جا هنر ڄاڻن ٿيون ؟
جواب : ڳوٺ جون عورتون رلي ٺاهڻ، ٽوپي ٺاهڻ، ۽ ڀَرتُ ڀَرڻ وغيره ڄاڻن ٿيون.
سوال 34 : اسان جي مُلڪ جو نالو ڇا آهي ؟
جواب :اسان جي ملڪ جو اسلامي جَمهُورِيَه پاڪستان آهي.
سوال 35 : پاڪستان ڪڏهن قائم ٿيو ؟
جواب : 14 آگسٽ 1947ع تي قائم ٿيو.
سوال 36: اسان کي ملڪ جي خُوشحالِي لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟
جواب : اسان کي علم پرائي سُٺا شهري بڻجي ملڪ جي خدمت ڪرڻ گهرجي.
سوال 37 : برسات ڪهڙي خاص مُند ۾ وَسَندِي آهي ؟
جواب : سانوڻ جي مند ۾ خاص وسندي آهي.
سوال 38 : ٿر ۽ ڪوهِستان جون پوکون ڇا تي ٿينديون آهن ؟
جواب : ٿر ۽ ڪوهستان جون پوکون برسات تي ٿينديون آهن.
سوال 39: گندي پاڻي ۾ وِهنجَڻ سان ڇا ٿيندو آهي ؟
جواب : گندي پاڻي ۾ وِهنجَڻ سان بيماريون ٿينديون آهن.
سوال 40 : سال ۾ ڪيتريون مُندون ٿين ٿيون ۽ ڪهڙيون ؟
جواب : سال ۾ چار مُندون ٿين ٿيون.
1. سِيارو 2 . بَهَار 3 . اُونهارو 4 . سَرءُ
سوال 41 : حضرت علي ڪرم الله وجه پاڻ سڳورن ﷺ جن جو ڇا ٿيندو هو ؟
جواب : سڳو سَوٽ.
سوال 42 : حضرت علي ڪرم الله وجه ڪهڙي شهر ۾ ڄائو ؟
جواب : مڪي شهر ۾ ڄائو.
سوال 43 : حضرت علي ڪرم الله وجه جي والد جو نالو ڇا آهي ؟
جواب : حضرت اَبُو طالِب.
سوال 44 : حضرت علي ڪرم الله وجه جي رَهڻي ڪَهڻِي ڪِيئن هئي ؟
جواب : حضرت علي ڪرم الله وجه جي رَهڻي ڪَهڻِي سادِي هوندي هئي.
سوال 45 : حضرت علي ڪرم الله وجه کي نبي ڪريم ﷺ ڇا سڏيو هو ؟
جواب : حضرت علي ڪرم الله وجه کي نبي ڪريم ﷺ بهادري جي ڪري ڪيس اَسَدُالله يعني اَلله جو شِينهُن سڏيو هو.
سوال 46 : حضرت علي ڪرم الله وجه جي عِلم جي باري ۾ نبي سڳوري ﷺ جن جو ڇا فرمان آهي ؟
جواب : آءٌ عِلم جو شهر آهيان ۽ علي اُن جو دروازو آهي.
سوال 47 : صِحت لاءِ ڪهڙيون ڳالهيون ضروري آهن ؟
جواب : صِحت لاءِ ضروري آهي ته اسان پنهنجو بدن، ڪپڙا، گهر ۽ اسڪول وغيره صاف رَکُون. سڙيل پاڇيون نه کائون ۽ پاڻي جا ٿانوَ ۽ پاڻي صاف رکون .
سوال 48 : صِحت لاءِ ڪهڙا کاڌا کائڻ گهرجن ؟
جواب : صِحت لاءِ اناج پاڇيون داليون گوشت مڇي ۽ ميوا کائڻ گهرجن.
سوال 49 : صِحت لاءِ صفائِي ڇو ضروري آهي ؟
جواب : ان ڪري ضروري آهي ته جيڪڏهن اسين صفائي نه رکنداسين ته بيماريون پَکڙبِيُون.

## جنرل نالیج ( عام معلومات)
## اسلاميا ت

سوال1: اسان سڀني کي ڪنهن پيدا ڪيو آهي ؟
جواب : الله تعالىٰ.
سوال 2: الله تعالىٰ ڪٿي هوندو آهي ؟
جواب : هر هنڌ موجود ، حاضر آهي.
سوال 3: سڀ کان پهرين الله تعالىٰ ڪهڙي ماڻهوءَ کي پيدا ڪيو ؟
جواب : الله تعالىٰ سڀ لان پهرين حضرت آدم عليه السلام کي پيدا فرمايو.
سوال 4: الله تعالىٰ ڪُل گهٽا نَبِي پيدا ڪيا ؟
جواب : تقريبن هڪ لک چوويه هزار.
سوال5: سڀ کان پهرئين نبيءَ جو نالو ڇا آهي ؟
جواب : حضرت آدم عليه السلام.
سوال 6: سڀ ماڻهو ڪنهن جواَولاد آهن ؟
جواب : سڀ ماڻهو حضرت آدم عليه السلام جو اولاد آهن.
سوال7: حضرت آدم عليه السلم جي گهر واريءَ جو نالو ڇا آهي ؟
جواب : حضرت بيبي حوا سلامُ عَلَيها.
سوال8: آخري نَبِي ڪير آهي ؟
جواب : حضرت محمد ﷺ
سوال9: چار وڏا نبي ڪهڙا آهن ۽ انهن تي ڪهڙا ڪتاب نازل ٿيا ؟
جواب: 1. حضرت موسى عليه السلام............................ انهن تي توريت نازل ٿيو.
2. حضرت دائود عليه السلام ............................انهن تي زبُور نازل ٿيو.
3. حضرت عي سى عليه السلام.......................... انهن تي انجيل نازل ٿيو.
4. حضرت محمد صلى الله عليه وآله وسلم ............انهن تي قرآن شريف نازل ٿيو.
سوال 10: حضرت موسى عليه السلام ڪٿي ڄائو هو ؟
جواب : مِصِر ۾.
سوال 11: ان زماني ۾ مِصِر ملڪ تي ڪنهن جي حُڪمراني هئي ؟
جواب : ان زماني ۾ مِصِر تي فِرعون بادشاه جي حُڪمراني هئي.
سوال 12: فِرعون کي نَجومين ڪهڙي خبر ڏني ؟
جواب : هن کي نجومين ٻڌايو ته" اسرائيل "۾ هڪ ٻَارُ ڄِمندو جيڪو تنهنجي حُڪومت کي ختم ڪندو.
سوال 13: اِهڙي خبر ٻوڻ کانپوءِ فِرعون ڇا ڪيو ؟
جواب : هن حُڪم جاري ڪيو ته بَني اِسرائيل ۾ جيڪو به ٻار ڄمي ان کي ماريو وڃي.
سوال 14: جڏهن حضرت مُوسى عليه السلام ڄاوا ته سندن ماءُ ڇا ڪيو ؟
جواب : سندن امڙ هن جي حياتي بچائڻ لاءِ هن کي پيتِي ۾ وجهي نِيل نَدِي ۾ لوڙهي ڇڏيو.
سوال 15: اها پيتي پوءِ ڪنهن کي مَلِي ؟
جواب : اها پيتِي حضرت آسِيه ، جيڪا فِرعون جي زال هُئِي تَنهن کي مِلي جنهن بعد ۾ اُن ٻار (حضرت مُوسى ع) کي پاليو.
سوال 16: فرعون بادشاه الله پاڪ کي ڇو ناراض ڪيو ؟
جواب : ڇاڪاڻ جو هو پاڻ کي خُدا سمجهندو هو.
سوال 17: حضرت مُوسى عليه السلام فِرعون کي ڪهڙي تبلِيغ ڪئي ؟
جواب : هن فرعون کي چيو ته هُو پنهنجو پاڻ کي خدا نه چَوَرائي ۽ فقط هڪ الله پاڪ جي عبادت ڪري.
سوال 18: جڏهن فِرعون نه مُڙيو ته حضرت مُوسى عليه السلام ڇا ڪيو ؟
جواب : هن فيصلو ڪيو ته هو پنهنجن ماڻهن کي فِرعون جي ظُلم کان بچائڻ لاءِ مِصر کان ٻاهر وٺي ويندو.
سوال 19: بَنِي اِسرائيل کي فرعون کان ڪيئن نِجات ملي ۽ فِرعون ڪيئن غَرق ٿيو ؟
جواب : جڏهن حضرت مُوسى عليه السلام ڳاڙهي سمنڊ وٽ پنهنجي قوم کي وٺِي پهتو ته الله تعالىٰ سمنڊ کي ٻن حصن ۾ وِرهائي ڇڏيو جنهن ۾ زمين جهڙو رستو ٺهي ويوجتان حضرت موسىٰ عليه السلام ۽ ان جا پوئلڳ ٻئي ڪِناري پهتا . فِرعون ۽ هن جو لَشڪر به هِنن جي پويا ن پئي آيا جڏهن وِچ تي پهتا ته سمنڊ جا ٻئي حصا پاڻ ۾ مِلي ويا اهڙيءَ طرح فِرعون ۽ هن جو لشڪر پاڻيءَ ۾ ٻُڏي ويا.
سوال 20: حضرت عِيسى عليه السلام ڪٿي ڄائو هو ؟
جواب : بيتُ اللَحم فَلسطِين ۾ ڄائو هو.
سوال 21: الله تعالى حضرت عِيسى عليه السلام کي ڪهڙن مُعجزن سان نَوازيو هو ؟
جواب : الله تعالىٰ کين بيمارن کي تندُرست ڪرڻ ، انڌن کي اکيُون ڏيڻ ۽ مُئلن کي جِيئرو ڪرڻ جي مُعجزن سان نوازيو.
سوال 22: آخري نبي ڪير آهن ؟

جواب : حضرت مُحمد صلي الله عليه وسلم آهن.
سوال 23: اسان سڀ ڪنهن جا اُمتي آهيون ؟
جواب : حضرت مُحمد صلي الله عليه وسلم جا.
سوال 24: نَبِي ڪريم صلي الله عليه وسلم ڪڏهن ڄاوا ؟
جواب 12 : رَبِيعَ الأوَل سن 571 ع تي ڄاوا.
سوال 25: پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ڪهڙي ڏينهن ۽ ڪيڏي مهل ڄاوا ؟
جواب : سومر جي ڏينهن اَسُر مهل.
سوال 26: نَبِي ڪريم صلي الله عليه وسلم ڪٿي ڄاوا ؟
جواب : عربُستان جي شهر مڪي ۾ ڄاوا.
سوال 27: حضرت مُحمد صلي الله عليه وسلم جن جي ماءُ پيءُ جو نالو ڇا هو ؟
جواب: سندن ماءُ جو نالو حضرت بيبي آمِنه ۽ پيءُ جو نالوحضرت عبدالله آهي.
سوال 28: نَبِي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي ڏاڏي جو نالو ڇا آهي ؟
جواب : سندن ڏاڏي جو نالو حضرت عبدالمُطلِب آهي.
سوال 29: حضُور اَڪرم صلي الله عليه وسلم جن کي پالڻ لاءِ ڪنهن جي حوالي ڪيو ويو ؟
جواب : کين حضرت دائي بيبي حلِيمَه جي حوالي ڪيو ويو.
سوال 30: نَبِي اَڪرم صلي الله عليه وسلم جن جو تَعلُق قُريش قَبِيلي جي ڪهڙي خاندان سان هو ؟
جواب : سندن تَعلُق عرب جي قريش قَبِيلي جي بَنُو هاشِمِ خاندان سان هو.
سوال 31: نَبِي اَڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي والد جي وفات ڪڏهن ٿي ؟
جواب : حضرت عبدالله جي وفات نَبِي اَڪرم صلي الله عليه وسلم جي ڄمڻ کان ڇهه مهينا اڳ ٿي.
سوال 32: نَبِي اَڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي عمر ڪيتري هُئي جو سندن اَمڙ وفات ڪري وئي.
جواب ( 6 : ڇهه ) سال.
سوال 33: حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن کي ماڻهو ڪهڙن لقبن سان سڏيندا هئا ؟
جواب : صَادِق ۽ اَمِين.
سوال 34: صَادِق ۽ اَمِين جي معنى ڇا آهي ؟
جواب : صَادِق معنى سچار ۽ اَمِين معنى امانتدار.
سوال 35: نَبِي اڪرم صلي الله عليه وسلم جن ڪهڙو ڪم ڪندا هئا ؟
جواب : پاڻ واپار ڪندا هئا.
سوال 36: نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم جن پهرين شادي ڪيتري عمر ۾ ڪئي ؟
جواب :25 سالن جي عمر ۾.
سوال 37: پهرين شادي ڪنهن سان ڪيائون ؟
جواب : حضرت بيبي خديجته الڪبرى رضي الله عنها سان.
سوال 38: شاديءَ وقت حضرت بيبي خديجته الڪبرى رضي الله عنها جي عمر ڪيتري هئي ؟
جواب ( 40 : چاليه ) سال.
سوال 39: نَبِي اڪرم صلي الله عليه وسلم جن ڪُل گهڻيون شاديون ڪيون ؟
جواب: 11 شاديون ڪيون.
سوال 40: پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم ڪهڙي غار ۾ وڃي الله تعالى جي عبادت ڪندا هئا ؟
جواب : غارِ حِرا ۾.
سوال 41: حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن کي ڪيتري عُمِر ۾ نبُوت ملي ؟
جواب : ( 40 چاليهه ) سالن جي عمر ۾.
سوال 42: پهرين وَحِي ڪٿي نازل ٿي ؟
جواب : غارِ حِرا ۾.
سوال 43: سڀ کان پهرين ڪهڙي سُورت جون پنج آيتون نازل ٿيون ؟
جواب : سُورت العلق جون شروعاتي پنج آيتون.
سوال 44: نَبِي اڪرم صلي الله عليه وسلم جن ماڻهن ۾ ڪهڙي تبليغ ڪئي ؟
جواب : الله پاڪ کي هڪ ڪري مڃو ان کان سواءِ ٻيو ڪنهن جي عبادت نه ڪريو ۽ بُتن جي پُوڄا نه ڪريو.
سوال45: اهڙي تبليغ کان پوءِ مڪي جي ڪافرن ۽ مُشرڪن ڇا ڪيو ؟
جواب : هو نَبِي اڪرم صلى الله عليه وسلم جن جا جاني دُشمن بڻجي ويا ۽ کين تڪليفون ڏيڻ لڳا.
سوال 46: جڏهن مڪي جا ڪافر ۽ مُشرڪ سندن دشمن بڻجي ويا ته الله تعالى نبي ڪريم صلى الله عليه وسلم جن کي ڪهڙو حڪم ڏنو؟
جواب : الله تعالى کين مڪي مان لڏي وڃڻ ( هِجرت ) جو حڪم ڏنو.
سوال 47: الله تعالى جي اهڙي حڪم ملڻ کانپوءِ نَبِي ڪريم صلي الله عليه وسلم ڪيڏانهن هجرت ڪري ويا؟
جواب : مديني ڏانهن .

سوال 48: مديني جو پراڻو نالو ڇا هو ؟
جواب : يَثرَب.
سوال 49: هِجرت ڪرڻ وقت ساڻن گڏ ٻيو ڪير هو ؟
جواب : حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه.
سوال 50: هِجرت ڪرڻ وقت پاڻ صلي الله عليه وسلم ۽ سندن ساٿي ڪهڙي غار ۾ ترسِيا ؟
جواب : غارِ ثور ۾.
سوال 51: پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم ۽ سندن ساٿي ڪيترو عرصو غارِ ثور ۾ ترسِيا ؟
جواب : (3 ٽي) ڏينهن.
سوال 52: مديني پهچي پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن سڀ کان پهرين ڪهڙي مسجد جوڙائي ؟
جواب : مسجد قبا.
سوال 53: نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم جن کي ڪيترو ۽ ڪهڙو اولاد هو ؟
جواب چار ڌيئر ۽ ٽي پُٽ.
سوال 54: سندن ڌيئرن جا نالا ڇا آهن ؟
جواب : 1. حضرت بيبي زينب رضي الله عنها. 2. حضرت بيبي اُمِ ڪلثوم رضي الله عنها.
3. حضرت بيبي رُقيه رضي الله عنها. 4. حضرت بيبي فاطمه رضي الله عنها.
سوال 55: نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي پُٽن جا نالا ڇا آهن ؟
جواب : 1. حضرت قاسم رضي الله عنه 2. حضرت ابراهيم رضي الله عنه 3. حضرت طاهر رضي الله عنه.
سوال 56: پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ڪيتري عمر ۾ وفات ڪئي ؟
جواب : ( 63 ٽيهٺ ) سالن جي عمر ۾.
سوال 57: سندن روضو مبارڪ ڪٿي آهي؟
جواب : مديني شريف ۾.
سوال 58: قرآن شريف ۾ ڪُل ڪيترا سيپارا آهن ؟
جواب : ( 30 ٽيهه. )
سوال 59: قرآن مجيد ۾ ڪُل ڪيتريون سُورتون آهن ؟
جواب ( 6666 : ڇه هزار ڇه سو ڇاهٺ. )
سوال 60: قرآن مجيد ۾ ڪُل ڪيترا رُڪوع آهن ؟
جواب : ( 540 پنج سو چاليهه. )
سوال 61: قرآن شريف ۾ ڪيتريون منزِلون آهن ؟
جواب : ( 7 ست. )
سوال 62: قرآن پاڪ جي سڀ کان وڏي سُورت ڪهڙي آهي؟
جواب سُورت البقره.
سوال 63: قرآن پاڪ جي سڀ کان ننڍي سُورت ڪهڙي آهي؟
جواب : سُورت الڪوثر.
سوال 64: قرآن شريف جي دل ڪهڙي سُورت کي چئبو آهي ؟
جواب : سورت يٰسين.
سوال 65: قرآن شريف جي ڪُنوار ڪهڙي سُورت کي چئبو آهي ؟
جواب : سورت الرحمٰن.
سوال 66: قرآن شريف جي ڪهڙي سورت ۾ بسم الله الرحمٰن الرحيم نه آهي ؟
جواب : سورت التوبه.
سوال 67: قرآن شريف جي سڀ کان وڏي آيت ڪهڙي آهي؟
جواب : آيت الڪُرسي.
سوال 68: فرض نمازون ڪهڙيون آهن ؟
جواب : فجر ، پيهري ، ٽيهري ، سانجهي ، سومهڻي ، جمعو.
سوال 69: مسلمان ڪهڙي مهيني ۾ فرض روزا رکندا آهن ؟
جواب : رمضان مهيني ۾.
سوال 70: مسلمان سال ۾ ڪهڙيون عِيدون ملهائيندا آهن ؟
جواب : عيدالفطر ۽ عيد الاضحیٰ.
سوال 71: پنجتن پاڪ جا نالا ٻڌايو ؟
جواب: 1. حضرت محمد صلي الله عليه وسلم. 2. حضرت علي ڪرم الله وجهه.
3. حضرت بيبي فاطمه رضي الله عنها. 4. حضرت امام حسن عليه السلام.
5. حضرت امام حسين عليه السلام.
سوال 72: چار يار ڪهڙا آهن ؟

جواب : 1. حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه 2 . حضرت عمر فاروق رضي الله عنه.
3. حضرت عثمان غني رضي الله عنه 4 . حضرت علي ڪرم الله وجهه.
سوال 73: چار وڏا ملائڪ ڪهڙا آهن ۽ انهن جا ڪم ڪهڙا آهن ؟
جواب : 1. حضرت جِبرائيل عليه السلام.......... الله جا پيغام نَبِيُن تائين پهچائڻ.
2. حضرت مِيڪائيل عليه السلام...........مينهن وسائڻ روزي رسائڻ.
3. حضرت اِسرافيل عليه السلام...........قيامت واري ڏينهن صُور ڦُوڪڻ.
4. حضرت عِزرائيل عليه السلام.......... ساه وارن جا رُوح قبض ڪرڻ.

## پاڪستان

سوال1: اسان ڪهڙي ملڪ ۾ رهون ٿا ؟
جواب : پاڪستان ۾.
سوال2: پاڪستان ڪڏهن آزاد ٿيو ؟
جواب 14 : آگسٽ سن 1947 ع تي.
سوال3: پاڪستان ڪنهن جي اڳواڻيءَ ۾ آزاد ٿيو ؟
جواب : قائد اعظم محمد علي جناح جي اڳواڻيءَ ۾.
سوال4: قائد اعظم ڪڏهن ڄائو ؟
جواب 25 : ڊسمبر 1876 ع تي.
سوال5: قائد اعظم محمد علي جناح ڪڏهن وفات ڪئي ؟
جواب 11 : سيپٽمبر 1948 ع تي.
سوال6: قائد اعظم جي مزار ڪٿي آهي ؟
جواب : ڪراچي ۾.
سوال7: پاڪستان جو ٺهراءُ ڪڏهن منظور ٿيو ؟
جواب 23 : مارچ 1940 ع تي لاهور ۾.
سوال8: پاڪستان جو تصور ڪنهن ڏنو ؟
جواب : علامه اقبال.
سوال 9: شاعرِ مشرق ڪنهن کي چيو ويندو آهي؟
جواب : علامه اقبال کي.
سوال 10: پاڪستان جو قومي ترانو ڪنهن لکيو؟
جواب : حفيظ جالنڌري.
سوال 11: پاڪستان جي جهنڊي ۾ موجود اڇو ۽ سائو رنگ ڇا ظاهر ڪن ٿا ؟
جواب : سائو رنگ ڪاميابي ۽ مسلمانن جي اڪثريت ( گهڻائي )ظاهر ڪري ٿو ۽ اڇو رنگ امُن ۽ غير مُسلم ماڻهن کي ظاهر ڪري ٿو.
سوال 12: پاڪستان جي جهنڊي ۾ موجود چنڊ ۽ تارو ڇا ظاهر ڪن ٿا ؟
جواب : چنڊ ترقي جي ۽ تارو روشنيءَ ۽ علم جي نشاني آهي.
سوال 13: پاڪستان جي پهرئين گورنر جنرل جو نالو ڇا آهي ؟
جواب : قائد اعظم محمد علي جناح.
سوال 14: پاڪستان جي پهرئين وزير اعظم جو نالو ڇا آهي ؟
جواب : اسڪندر مرزا.
سوال 15: پاڪستان جي گاديءَ جو هنڌ ڪهڙو آهي ؟
جواب : اسلام آباد.
سوال 16: پاڪستان ۾ گهڻا صوبا آهن ، انهن جا نالا ڇا آهن ؟
جواب : (4 چار) 1 . سنڌ 2 . پنجاب 3 . خيبر پختونخواه 4. بلوچستان.
سوال 17: چئني صوبن جي گاديءُ جا هنڌ ڪهڙا آهن ؟
جواب:
- سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ڪراچي آهي.
- پنجاب جي گاديءَ جو هنڌ لاهور آهي.
- خيبر پختونخواه جي گاديءَ جو هنڌ پشاور آهي.
- بلوچستان جي گاديءَ جو هنڌ ڪوئٽه آهي.

سوال 18: سنڌ صوبي ۾ ڪهڙيون ڊويزنون آهن ؟
جواب : 1. ڪراچي. 2. حيدرآباد. 3. لاڙڪاڻو. 4. سکر. 5. شهيد بينظير آباد. 6. ميرپور خاص.
سوال 19: سنڌ ۾ گهڻا ضلعا آهن ؟
جواب : (29 اوڻٽيهه).

سوال 20: اسان ڪهڙي ضلعي ۾ رهون ٿا ؟
جواب : قمبر شهدادڪوٽ ضلعي ۾.
سوال 21: قمبر شهدادڪوٽ ضلعي ۾ گهڻا ۽ ڪهڙا تعلقا آهن؟
جواب : ست "7" تعلقا آهن. 1. نصيرآباد. 2. واره. 3. قمبر. 4. شهدادڪوٽ. 5. قبو سعيد خان. 6. ميروخان. 7.سجاول جوڻيجو.
سوال 22: اسان ڪهڙي تعلقي ۾ رهون ٿا ؟
جواب : واره ۾.
سوال 23: اسان ڪهڙي يونين ڪائونسل ۾ رهون ٿا ؟
جواب : آباد ۾
سوال 24: ضلعي جو انتظام ڪير سنڀاليندو آهي ؟
جواب : ڊپٽي ڪمشنر.
سوال 25: ضلعي جي پوليس جو انتظام ڪير سنڀاليندو آهي ؟
جواب : .ايس . پي ( . سُپريڊنٽ آف پوليس. )

## سماجي اڀياس

سوال1: زمين ڇا کي چئبو آهي ؟
جواب : زمين ڌرتيءَ تي پڪو مٿاڇرو آهي.
سوال 2: زمين مان ڪهڙي معدني پيداوار ملي ٿي ؟
جواب : لوڻ ، سون ۽ چاندي وغيره.
سوال 3: ميدان ڇا کي چئبو آهي ؟
جواب : زمين هر هنڌ سڌي نه آهي .زمين جا ڪي حصا وڏا ۽ تراڪڙا آهن ان کي ميدان چئبو آهي.
سوال4 :جبل ڇا کي چئبو آهي ؟
جواب : ڪن هنڌن تي زمين پنهنجي آسپاس جي سطح کان تمام گهڻو اُتاهين ٿي ويندي آهي جنهن کي پٿرن جو ڍير چئجي ٿو.ان کي جبل چئبو آهي.
سوال5: بيلا ڇا کي چئبو آهي ؟
جواب : زمين جي ڪيترن هنڌن تي گهاٽا ۽ گُتيل وڻ قدرتي طور پيدا ٿين ٿا ، انهن کي بيلا چئبو آهي.
سوال6: سمنڊ ڇا کي چئبو آهي ؟
جواب : ڌرتيءَ تي پاڻيءَ جي تمام وڏي ۽ وسيع ايراضيءَ کي سمنڊ چئبو آهي.
سوال7: درياءَ ڇا کي چئجي ٿو ؟
جواب : اُوچين جبلن جي چوٽين تي سياري ۾ ڇاول قدرتي برف اونهاري ۾ رجي پاڻي ٿي جبلن تان هيٺ وهي ٿي . اهو رجيل پاڻي درياءُ بنجي ٿو.
سوال8: ندي ڇا کي چئبو آهي ؟
جواب : نديون فقط مينهن جي موسم ۾ وهنديون آهن ان کي ندي چئجي ٿو.
سوال9: ڍنڍ ڇا کي چئبو آهي ؟
جواب : ڌرتيءَ جي وڏي علائقي تي تراڪڙِ ۽ اونهي پاڻيءَ کي جنهن جي چوڌاري زمين هجي ان کي ڍنڍ چئبو آهي.

## سائنس

سوال1: سڀني جاندارن کي زنده رهڻ لاءِ ڇا جي ضرورت هوندي آهي ؟
جواب : کاڌو، هوا، پاڻي ، سج جي روشني.
سوال2: ماڻهو ساه کڻڻ مهل ڪهڙي گئس استعمال ڪن ٿا ؟
جواب : آڪسيجن.
سوال3: ماڻهو ڪهڙي گئس خارج ڪن ٿا ؟
جواب : ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ.
سوال4: ٻوٽا زنده رهڻ لاءِ ڪهڙي گئس استعمال ڪن ٿا ؟
جواب : آڪسيجن.
سوال5: ٻوٽي جا ڪهڙا حصا آهن ؟
جواب : پاڙ، ٿُڙ ، پَن، گُل ، ميوو.